.90 اردو میں ڈرامہ سب سے پہلے کس نے لکھا؟
(A) امانت لکھنوی (B) آغا حشر کاشمیری
(C) نذیر احمد (D) امجد اسلام امجد

.91 اردو کا پہلا ڈرامہ کون سا تھا؟
(A) اندر سبھا (B) آگ کا دریا
(C) رستم و سہراب (D) مولانا شبلی نعمانی

.92 اردو میں جدید نثر کا بانی کسے کہا جاتا ہے؟
(A) غالب (B) سرسید احمد خاں
(C) مولانا آزاد (D)

.93 اردو میں سوانح نگاری کا آغاز کس نے کیا؟
(A) ڈپٹی نذیر احمد
(B) مولانا الطاف حسین حالی
(C) سرسید احمد خاں
(D) مولانا آزاد

.94 اردو میں انشاء نگاری کا آغاز کس نے کیا؟
(A) ڈپٹی نذیر احمد (B) سرسید احمد خاں
(C) غالب (D) فیض احمد فیض

.95 بابائے اردو کس کو کہا جاتا ہے؟
(A) مولوی عبدالحق (B) فیض احمد فیض۔
(C) افتخار عارف (D) غالب

.96 خدائے سخن کس کو کہتے ہیں؟
(A) میر تقی میر (B) غالب
(C) مرزا رفیع الدین (D) خواجہ میر درد

.97 اردو ڈرامے کا شیکسپیئر کسے کہا جاتا ہے؟
(A) آغا حشر کاشمیری (B) احمد ندیم قاسمی
(C) فیض احمد فیض (D) امجد اسلام امجد

.98 شاعر انقلاب کس شاعر کو کہا جاتا ہے؟
(A) احسان دانش (B) جوش ملیح آبادی
(C) حشر کاشمیر (D) میر تقی میر

.99 شاعر مزدور کس شاعر کو کہا جاتا ہے؟
(A) جوش ملیح آبادی (B) احسان دانش
(C) اختر شیرانی (D) حالی

.100 عوامی شاعر کسے کہا جاتا ہے؟
(A) نظیر اکبر آبادی (B) اکبر الہ آبادی
(C) فیض احمد فیض (D) میر انیس

جوابات سیٹ نمبر 6

| D | -5 | C | -4 | A | -3 | B | -2 | B | -1 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| D | -10 | C | -9 | A | -8 | A | -7 | B | -6 |
| B | -15 | A | -14 | A | -13 | A | -12 | C | -11 |
| B | -20 | A | -19 | A | -18 | A | -17 | C | -16 |
| D | -25 | A | -24 | B | -23 | C | -22 | A | -21 |
| B | -30 | A | -29 | D | -28 | D | -27 | A | -26 |
| A | -35 | A | -34 | B | -33 | C | -32 | D | -31 |
| D | -40 | D | -39 | B | -38 | B | -37 | A | -36 |
| A | -45 | A | -44 | A | -43 | D | -42 | D | -41 |
| C | -50 | C | -49 | C | -48 | C | -47 | A | -46 |
| B | -55 | B | -54 | A | -53 | A | -52 | A | -51 |
| C | -60 | C | -59 | C | -58 | C | -57 | B | -56 |
| C | -65 | C | -64 | C | -63 | C | -62 | C | -61 |
| C | -70 | A | -69 | C | -68 | C | -67 | A | -66 |
| A | -75 | D | -74 | C | -73 | A | -72 | C | -71 |
| B | -80 | A | -79 | D | -78 | C | -77 | B | -76 |
| C | -85 | C | -84 | C | -83 | D | -82 | C | -81 |
| A | -90 | A | -89 | A | -88 | C | -87 | C | -86 |
| A | -95 | B | -94 | B | -93 | A | -92 | A | -91 |
| A | -100 | B | -99 | B | -98 | A | -97 | A | -96 |


Scanned with CamScanner

# حمد ڇا آهي؟

حمد“ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي ”ساراهہ، تعريف، ثنا، واکاڻ“. حمد نظم جو اهو نمونو اهي، جنهن ۾ ڏٽي سکوري جي ساراهہ ڪئي ويندي اهي. سنڌي شاعريءَ ۾ حمد ۾ بيت بہ ٿين تہ وائي، ڪافي، غزل بہ لکيا وڃن ٿا. حمد محفلن ۽ پروگرامن ۾ اڪثر تلاوت ڪانپوءِ پڙهيو ويندو اهي.

اچو ته سنڌي ادب سکون . آسان مختصر

# نعت ڇا آهي؟

نعت“ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي ”مدح، صفت، تعريف“ .نعت نظم جو اهو قسم اهي جنهن ۾ حضرت محمد صلي الله عليه واله وسلم جي تعريف ڪئي ويندي آهي. سٽاءَ جي حساب سان هي گيت يا نظم جهڙو ٿيندو اهي. نعت اڪثر مذهبي موقعن، محفلن ۽ مسجدن وغيره ۾ ڳائي ويندي اهي.

# نظم ڇا آهي؟

نظم عربيءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”هڪ ٻئي سان ملڻ يا ملائڻ“ لغوي معنيٰ آهي ”پوئڻ“. شاعريءَ جي هن صنف ۾ خيالن، لفظن ۽ موسيقيءَ جو خاص خيال رکيو ويندو آهي. نظم ۾ وزن ۽ قافيي سان ڪيترائي بند هوندا آهن. هر هڪ بند جو ٻئي بند سان لاڳاپو هوندو آهي. نظم ۾ سٽن يا بندن جو انداز مقرر نہ هوندو آهي. ڪي نظم ننڍا ٿيندا آهن تہ ڪي ڊگها هوندا آهن. ڪي وري ايترا تہ ڊگها ٿاهيا ويندا آهن، جو انهن جو هڪ پورو ڪتاب ٺهي پوندو آهي. عام طور تي هر نموني جي ڪلام کي نظم چيو ويجي ٿو، پوءَ ان ۾ ٿوري ۾ ٿوريون يعني ٻہ يا چار سٽون بہ ڇو نہ هجن. پر دراصل نظم هڪ ڊگهي شعر جو نالو آهي، جنهن ۾ موزون سٽن جو انداز گهٽو هجي. مضمون جي لحاظ کان نظم ۾ هر قسم جو مضمون اچي سگهي ٿو.

# شعر ڇا آهي؟

شعر“ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي ”ڄاڻ سمجهہ پروڙ“. اصطلاحي معنيٰ موجب شعر ان کي چئجي، جنهن جو مصرعون موزون ۽ قافيي واريون هجن ۽ اهي ترنم سان پڙهيون وڃن، جيئن ٻڌندڙ جي طبيعت تي ڪافي اثر ڪن.

# قصيدو ڇا آهي؟

”قصيدو“ عربي لفظ ”قصد“ مان نڪتو آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي ”ارادو ڪرڻ. اصطلاحي معنيٰ موجب، اهي ڳچ جيترا هم وزن بيت، جن مان پهرئين بيت جون ٻئي سٽون پاڻ ۾ هم قافيہ هجن ۽ ٻين بيتن جي فقط پوئين سٽ پهرئين بيت جي ٻنهي سٽن سان هم قافيہ هجي. قصيدو ان نظم کي چيو ويندو اهي جنهن ۾ ڪنهن جي تعريف ڪئي وڃي. ان سان گڏ قصيدي ۾ بهار جو ذڪر بہ ايندو اهي. هن ۾ بيتن جو تعداد مقرر نہ هوندو اهي.

# ڳجهارت ڇا آهي؟

ڳجهارت لفظ سنسڪرت جي لفظ "ڳهہ" ارٿ مان نڪتل اهي.

جنهن جي معنيٰ ڳجهو/اونهو مطلب آهي. يعني تمام اونهي مطلب

واري حقيقت، جنهن ۾ ڪو راز رکيل هجي. "ڳجهارت" پروليءَ جو

هڪ ڳوڙهو نمونو اهي، جنهن کي پيڇڻ لاءِ پختن خيالن ۽ عمدن

دليلن جي ضرورت اهي. جيتوڻيڪ ڪجهارت جو سنگ بنياد پروليءَ

تي ئي اهي، پر سٽاءَ جي لحاظ کان ٻنهي ۾ نمايان فرق اهي. پرولي

پيڇڻ لاءِ ٿورو اشارو مليل هوندو اهي پر ڳجهارت ۾ حافظي ۽ ڄاڻ

کي وڏو دخل آهي. بي سري ڳجهارت کي سگهڙ اهميت نہ ڏيندا آهن

# افسانو ڇا آهي؟

فارسيءَ ۾ ’فسانہ‘ جو مطلب آهي دليان جوڙيل يا ڪوڙي ڳالھ. جڏهن اسان لفظ افسانو استعمال ڪندا اهيون، تہ ان مان اسان جو مقصد ”مختصر افسانو“ يا ”مختصر ڪهاڻي“ هوندو اهي. اوڻهين صديءَ عيسوي ۾ افساني لکڻ جو رواج پئجي چڪو هو ۽ ٿوري عرصي ۾ هن صنف ايتري تہ ترقي ڪئي، جو دنيا جي ادب تي ڇانئجي ويئي. ”شاعريءَ وانگر افساني جي ڪا جامع ۽ مڪمل تعريف ناممڪن آهي. بنيادي طور افساني ۾ ڪو هڪ مکيہ واقعو رکندڙ پلاٽ هوندو آهي ان کان پوءِ 20 صديءَ ۾ ان ۾ تبديلي ڪئي وئي. چيخوف ان کي عروج تي پهچايو. افسانو انساني مسئلن، جذبن، محبتن، نفرتن، خواهشن وغيره جو ترجمان هوندو اهي.

# آتم ڪٿا ڇا آهي؟

ليکڪ جي پنهنجي لکيل سوانح/جيونيءَ (حياتيءَ
جي احوال) کي آتم ڪٿا يا ”آتم ڪهاڻي“ چئبو
آهي. آتم ڪٿا جو ليکڪ جيئن ته خود لکندڙ ئي
هوندو آهي، ان ڪري اها جيوني/سوانح وڌيڪ
سچي ۽ اعتبار جوڳي ٿئي ٿي.

# سوانح نگاري چا آهي؟

پنهنجي زندگيءَ کي ڇڏي ڪنهن ٻئي جي حياتي، حياتيءَ جا حادثا واقعا ۽ زندگيءَ جو احوال قلمبند ڪرڻ کي سوانح نگاري سڏبو آهي. سوانح لکندڙ کي سوانح نگار (Biographer) چئبو.

# پرولي ڇا آهي؟

پرولي هڪ ڳجهارتي فن آهي، اهڙو وسيلو، جنهن ۾ ٻاهيندڙ ڪا معنيٰ رکي، جيڪا سندس ذاتي معنيٰ کان ڳجهي هجي ۽ جتي ٻاهريون ۽ اندريون مطلب ڪڍيو وڃي. پرولي لفظ ”پروئڻ“ مان نڪتل لڳي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي ”موتين جي لڙهي“. پرولي سنڌي لوڪ ادب جي هڪ پراڻي صنف اهي. ويچار کان پوءِ ڪنهن شيءِ جو پتو لڳائڻ کي پرولي پيچڻ چئبو اهي.

# جملو ڇا آهي؟

ڳالهائڻ جي لفظن جو ميڙ جنهن مان پورو پورو

مطلب نڪري سگهي ، ان کي جملو چئجي ٿو.

عمومن جملو، فعل، فاعل، مفعول تي مشتمل هجي ٿو،

جنهن اندر بيانيہ هاڪاريہ، ناڪاريہ، سواليہ تعجبي يا

وري حڪم وارا جملا ٿي سگهن ٿا.

مثال طور: اصغر اسڪول ويو ـ ناظم ماني نٿو کائي.

# جملن جا قسم

| | |
|---|---|
| بيانيہ جملا | تعجبي جملا |
| هاڪاريہ جملا | امري جملا |
| ناڪاريہ جملا | سببي جملا |
| سواليہ جملا | تاڪيدي جملا |
| خواهشي جملا | شرطيہ جملا |

# بيانيه جملا:

بيانيه جملا: اهي جملا جيڪي بيان/لکت کي ظاهر ڪن.

الف. ناڪاريہ جملا: اهي جملا جنهن اندر ڪنهن شيءُ

جي انڪار ٿيل هجي.

جيئن: مان اسڪول نٿو وڃان.

اهي ماني نٿا ڪائين.

ب. هاڪاريہ جملا: اهي جملا جنهن اندر ڪنهن شيءُ جو

هاڪار ٿيل هجي.

جيئن: مان اسڪول وڃان ٿو.

اهي ماني ڪائن ٿا.

# سواليہ جملا :

سواليہ جملا: اهي جملا جنهن اندر

ڪنهن سوال جو ذڪر ٿيل هجي.

جيئن: ڇا توهان ماني کاڌي آهي؟

ڇا صدف گهمڻ ويندي؟

# سببي جملا :

سببي جملا: اهي جملا جنهن اندر هڪ فاعل ٻي فاعل کان ڪو ڪمر سرانجامر ڏيڻ جو چئي.

جيئن: هن مونکي ماني کلايو.

صدف، منهنجا ڪپڙا استري ڪيا.

# خواهشي جملا :

خواهشي جملا: اهي جملا جنهن اندر ڪنهن خواهش يا دعا جو ذڪر ٿيل هجي.

جيئن: شل! الله جو اسان تي ٻاجهہ قائم رهي.

ڪاش! اسان امير هجون ها .

# تعجبي جملا :

عجبي / تعجبي جملا: اهي جملا جنهن اندر جذبات

جي ڪيفيتن جو ذڪر ٿيل هجي، جيئن:حيرت،

خوشي، غم، اداسي، نفرت يا شڪرانو اچي وڃن.

جيئن: واه واه! اسان مئچ کٽي ورتو.

افسوس! اوهان پاس نہ ٿي سگهيا.

# امري جملا:

امري جملا: اهي جملا، جنهن اندر شڪايت،

صلاح، تجويز، تاڪيد يا ڪنهن شيءِ جي منع جو

ذڪر اچي وڃي.

جيئن: پنهنجن استادن جو احترام ڪر.

والدين جي عزت ڪر. سگريٽ نہ پيءُ.

# شرطيه جملا:

شرطيہ جملا : اهي جملا، جنهن اندر ڪو ڪم شرط تي ٿيل هجي يا ٿيندو تہ ان کي شرطيہ جملي طور سڃاتو وڃي ٿو.

جيئن: جيڪڏهن مان ڊاڪٽر هجان ها تہ هزارين زندگيون بچايان ها.

جيڪڏهن صحافي سچ ڳالهائڻ ڇڏي ڏين تہ نظام درهم برهم ٿي سگهي ٿو.

# تاڪيدي جملا :

تاڪيدي جملا: اهي جملا، جنهن اندر ڪنهن شيءُ تي زور ڏنو ويو هجي.

جيئن: اسانکي ضرور غريبن جي مدد ڪرڻ گهرجي.

# تشبيھ ( Simile ) ڇا آهي؟

تشبيھ لفظ "شبيھ" مان ورتل آهي جنهن جي معنىٰ آهي صورت يا شڪل. عام طرح سان ڪنهن بہ هڪ شيءِ جي ٻئي شيءِ سان مشابهت ڏيکارڻ کي تشبيھ چئبو آهي.

مثال: قادر هاٿيءَ جهڙو قدآور آهي، موسيٰ ڪي شينهن جهڙو جيرو آهي.

مٿئين مثال ۾ قادر کي هاٿيءَ سان ۽ موسيٰ کي شينهن سان تشبيھ ڏني وئي آهي.

# اصطلاح ڇا آهي؟

اصطلاح عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي " موافقت يا موزونيت". عام طور تي اصطلاح ان کي چئبو آهي جنهن جي ظاهري پڙهڻي هڪ معلوم ٿئي تہ وري سوچ ويچار ڪرڻ سان ٻيو مقصد حاصل ٿئي.

اسان جي سنڌي ٻولي ۾ اهڙي قسم جا تمام گهڻا جملا موجود آهن، جن کي اسان جي وڏڙن، سياڻن، صالحن ۽ درويشن زماني جي آزمودن کي ڏسندي چيا آهن. اصطلاح جي ترڪيب موجب هر حال ۾ اصطلاح جو آخري اکر مصدر يعني جنهن جي آخر ۾ "ڻ" هجڻ ضروري آهي. اصطلاحن جا لفظ پورا هوندا آهن، انهن ۾ گهٽ وڌ ڪرڻ جي گنجائش نہ هوندي آهي.

مثال: اکين تي پردا چڙهڻ . اکيون ٻرڻ

# وائي ڇا آهي؟

وائي لفظ پراڪرت جي "وايا" ۽ سنسڪرت جي لفظ "وارتا" مان جڙي آهي. ان جي معنيٰ آهي "ڳالھ". ڪن محققن ان کي ڪافي بہ سڏيو آهي.

وائي جا بند گھڻو ڪري ھڪ مصرع تي مشتمل ٽين ٽا. شاھ لطيف رحہ ۽ شاھ عنايت وائي ۾ ڏيڍ مصرح بہ آندي آھي. ٽل ڪان پوءِ جيڪا بہ سٽ اچي ٿي، ان ڪانپوءِ واري آيل اڌ سٽ سڄي وائي ۾ ورجايل ھوندي آھي.

# تشبيھ

# استعارو

# تجنيس

# وائي

# اصطلاح

# اشتقاق

# تجنيس يا خطي عرفي ڇا آهي؟

تجنيس حرفي جي معنيٰ ساڳيا لفظ يا هڪ جهڙا اکر. عروضي شاعريءَ جو هي

جزو لفظي ڪاريگري جو بهترين گڻ آهي. جنهن سان شعر جي سٽ يا سڄو شعر

هم آواز لفظن سان سينگارجي وڃي ٿو.

اول الله عليمہ اعـــــــاي عالم جو ڌڻي،

قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهي قديم،

والي واحد وحده رازق رب رحـــــــــيم،

سو ساراهہ سچو ڌڻي چئي حمد حـڪيم،

ڪري پاڻ ڪريم جوڙون جوڙ جهان جي.

# استعارو ( Metaphor ) ڇا آهي؟

استعارو جي لغوي معنيٰ آهي "اُڌارو وٺڻ". استعارو بہ تشبيهہ جي

ڪافي ويجهڙائي ڪان ملندڙ معنيٰ رکي ٿو. استعاري ۽ تشبيهہ ۾

فرق صرف ايترو آهي تہ تشبيهہ ڪنهن سني شيءِ سان ڀيٽ ڪرڻ ڪي

ڇئبو آهي. جڏهن تہ استعارو سهڻي شيءِ جهڙو لڳڻ ڪي ڇئبو آهي.

مثال: قادر شينهن آهي، جڏهن تہ موسيٰ گدڙ آهي.

مٿئين مثال ۾ قادر لاءِ شينهن لفظ جي معنيٰ ۽ موسيٰ لاءِ گدڙ لفظ

جي معنيٰ اوڌاري ورتي وئي آهي.

# اشتقاق ڇا آهي؟

اشتقاق بنيادي طرح عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي

“چيرڻ ، ڦيڏڻ، ٽڪرا ڪرڻ يا بنيادي ذاتو ڪيڻ” عام اصطلاح ۾ اشتقاق

جي معني آهي ڪنهن لفظ جو بُڻ بنياد يا جڙُ جانچڻ لاءِ ان کي چيري ان

جي تہ تائين پهچڻ. اسان جي ٻولي عربي ، فارسي ۽ سنسڪرت ٻولين جي

پيداوار آهي. ان ڪري مختلف ٻولين جا لفظ جڏهن شامل ٿي چڪا آهن تہ

انهن کي صاف ڇاٽي علحيده ڪرڻ کي اشتقاق چئبو آهي.

رســـم الخط ◄ رسم : نمونو +ال: جو + خط : لکڻ جي صورت (لکڻ جو نمونو)

همـــــــدرد ◄ هم: ساڳيو +درد: تڪليف (ساڳيو درد رکڻ وارو)

# اسم ( Noun ) ڇا آهي ؟

اسم نالي واري شيءِ کي چيو وڃي ٿو، جيئن ماڻهون جو نالو،

جڳهہ جو نالو، جانور جو نالو يا ڪنهن بہ ساهواري يا بغير

ساهہ واري شيءِ جي نالي کي اسم ڪوٺيو ويندو.

**مثال طور: اصغر، ماريہ، مسجد، ڪراچي، اسڪول، ٻڪري وغيره.**

# اسم جا قسم

## 1. اسم ذاتي (Abstract noun) ـ ذات :

اهڙو اسم جنهن کي نہ ڏسي يا وري ڇُهي سگهجي جنهن کي صرف

محسوس ڪري سگهجي تنهن کي اسم ذات چيو ويندو آهي.

مثال طور: بهادري، ڪاراڻ، عقلمندي، سچ، ايمانداري وغيره.

جنهن اندر اسم خاص ( Proper Noun ) ـ اهي اسم جيڪي هين کي نتا ڏئي سگهجن.

## 2. اسم صفاتي:

مثال: شاهنواز، زينب، ڪراچي، پاڪستان. ڪينجهر وغيره.

اسم عام (Common Noun ) اهي اسم جيڪو هين کي ڏئي سگهجن ٿا، جيئن:

اسڪول، مسجد، ملڪ، پارڪ، جهنڊو وغيره.

# اسم جون حالتون ( Cases ) :

## 1. حالت فاعلي (Nominative) :

ڪم ڪندڙن کي فاعل، وري انهي حالت اندر پاتل کي حالت فاعلي سڏجي ٿو.

ظفر ماني کائي ٿو ـ هي ماني کائي ٿو.

مٿين جملن اندر، ظفر ـ اسم، هو ـ ضمير. ٻئي فاعل آهن جنهن جي

ڪري حالت فاعلي ٿيندي.

## 2. حالت مفعولي ( Objectice ) :

شهناز پاٽي پيتو ـ هن ڪتي ماريو.

مٿين جملي اندر، ڪتو، پاٽي ٻئي مفعول آهن، ڇاڪاڻ جو ڪم

جو اثر ٿيو آهي انهي ڪري حالت مفعولي اندر رکيا ويندا.

# ڳالهائڻ جا لفظ ڪيترا هوندا آهن؟

هر ٻولي جا بنيادي اٺ، ڳالهائڻ جا لفظ ( Parts of Speech ) ٿين ٿا.

اسم ...... ضمير

فعل ...... صفت

ظرف ...... حرف جر

حرف جملو ــــ حرف ندا

# حرف جر ( PREPOSITION )

جر معنيٰ "ڪشش يا ڇڪ". اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ اسم يا ضمير جي پٺيان ڪم اچن. ان جو تعلق جملي جي پوئين اسم يا ضمير سان ڏيکاريندا آهن.

مثال: جو، جا، جون، سان، جي، ڪي، ۾ وغيره.

# حرف جملو ( CONJUNCTION )

اهڙا لفظ جيڪي ٻن لفظن، ٻن جملن يا جملي جي ٻن حصن کي پاڻ ۾ ملائن تہ انهن کي حرف جملو چئبو آهي.

مثال: مگر، تہ، البتہ، اگر، پر، بہ، پڻ، يا، اگرچہ وغيره.

# حرف ندا ( INTERJECTION )

ندا جي معنيٰ "سڏ يا دانهن". اهڙا لفظ جن مان

ڏک، خوشي، دل جا اڌما، حيرت، عجب، ڏکاءُ،

احساسات ۽ جذبات جو اظهار ڪري سگهجي تہ ان

کي حرف ندا چئبو آهي.

مثال: او! ڙي، افسوس! واهہ واهہ! گهوڙا ڙي گهورا! وغيره.

# حرف ندا ( INTERJECTION )

ندا جي معنيٰ "سڏ يا دانهن". اهڙا لفظ جن مان ڏک، خوشي، دل جا اڌما، حيرت، عجب، ڏڪاءِ، احساسات ۽ جذبات جو اظهار ڪري سگهجي ٿو ان کي حرف ندا چئبو آهي.

مثال: او! ڙي، افسوس! واهه واهه! گهوڙا ڙي گهورا! وغيره.

# ضمير ( PRONOUN )

ضمير معنيٰ "عيوضي". اهڙا لفظ جيڪي اسم
جي بدران ڪم اچن تن کي ضمير چئبو آهي.

مثال: مان، تون، توهان، اوهان، هِن، هُن وغيره.

# صفت ( ADJECTIVE )

صفت معنيٰ ساراهه. اهڙا لفظ جيڪي اسم جو
گڻ ، اوگُڻ، انداز، مقدار يا رنگ ٻڌائن تن کي
صفت چئبو آهي.

مثال: سنو، هوشيار، جڏو، چالاڪ، ننڍو، وڏو، اٺ، نُوَ،
ڪجهه، گهٽ، وڌ، ٿورو، گهڻو وغيره.

# فعل ( VERB )

فعل معنيٰ "ڪم". اهڙا لفظ جيڪي اسم جو، ضمير جو ڪم يا عمل ظاهر ڪن ته ان کي فعل چئبو آهي.

مثال: آيو، ويو، لکيو، پڙهيو، ڪيو، ماريو وغيره.

# ظرف ( ADVERB )

ظرف معنيٰ "ٺانءُ". اهڙا لفظ جيڪي اسم جي صفت، فعل يا ٻئي ظرف سان شامل ٿي ان جي ريت قدر، انداز، هاڪار ۽ ناڪار ۽ وقت ظاهر ڪن تن کي ظرف چئبو آهي.

مثال: آهستي، ڪالهه، جيڏانهن، تيڏانهن، اڄ، سياڻي،تيز، هائو، نه هيٺ، مٿي وغيره.

# اسم ( NOUN )

اسم عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي "نالو". ڪنهن ماڻهوءَ، شيءِ، جاءِ، ڪم، حالت ۽ خاصيت جي نالي کي اسم چئبو آهي.

مثال: اڪبر، ڪرسي، اسڪول، لڪت، اميري، هوشياري وغيره وغيره

# ( PARTS OF SPEECH ) ڳالهائڻ جا لفظ

بنيادي طور تي ڳالهائڻ جا اٺ لفظ آهن.

| | | |
|---|---|---|
| 1. | NOUN | اسم |
| 2. | PRONOUN | ضمير |
| 3. | ADJECTIVE | صفت |
| 4. | VERB | فعل |
| 5. | ADVERB | ظرف |
| 6. | PREPOSITION | حرف جر |
| 7. | CONJUNCTION | حرف جملو |
| 8. | INTERJECTION | حرف ندا |

# ظرف تميز

اهڙا ظرف جيڪي ريت، قدر، طريقو،

هاڪار ۽ ناڪار ظاهر ڪن.

مثال: مسَ مسَ، جيئن تيئن، هرو پرو، هائو،

نہ نہ وغيره.

# ظرف مڪان

## ( Adverb of place )

اهڙا ظرف جن مان اسم جي جاءِ جي خبر پوي.

مثال: هيٺ، مٿي، اڳيان پويان، ٻاهر، اندر وغيره.

# ظرف زمان

## ( Adverb of time )

اهڙا ظرف جيڪي وقت جي معنيٰ ڏيکارين.

مثال: اڄ، سپاڻي، سال بسال، ڪالهہ وغيره

# ظرف جا قسم

## (Kinds of Adverb)

1. ظرف زمان

2. ظرف مکان

3. ظرف تميز

# ظرف ( ADVERB )

ظرف معنيٰ "ٿانءُ". اهڙا لفظ جيڪي اسم جي

صفت، فعل يا ٻئي ظرف سان شامل ٿي ان جي ريت

قدر، انداز، هاڪار ۽ ناڪار ۽ وقت ظاهر ڪن تن

کي ظرف چئبو آهي.

مثال: آهستي، ڪالهه، جيڏانهن، تيڏانهن، اڄ، سياڻي،تيز،

هائو، نه هيٺ، مٿي وغيره.

# صفت مبالغو

هڪ اسم جي ڀيٽ ساڳي جنس جي گهڻين شين سان ڪئي وڃي تہ ان کي صفت مبالغو چئبو آهي.

مثال: شاهين سيني ڇوڪرين کان هوشيار آهي.

اسد سيني ٻارن کان سهڻو آهي

# صفت تفضيل

هيءَ صفت هڪ اسم يا ضمير جي ٻئي اسم يا ضمير سان

ڀيٽ ٽيڻ ڪرڻ وقت ڪم ايندي آهي.

مثال: دلنواز، راشد کان وڌيڪ ڏگهو آهي

شاهد، ميران کان هوشيار آهي

# صفت خالص

اهڙيون صفتون جيڪي صرف ”مطلق اسم“ جو گڻ، اوَ

گڻ، انداز يا مقدار وغيره ٻڌائين.

( هن ۾ ڪنهن ٻئي اسم سان ڀيٽ نہ ڏيکاريل هوندي آهي).

مثال: هير هوشيار ڇوڪري آهي. ٽي وي خراب آهي.

# صفت جا درجا

## ( Degrees of Adjective )

1. صفت خالص

2. صفت تفصيل

3. صفت مبالغو

# صفت ( ADJECTIVE )

صفت معنيٰ سارا ھ. اهڙا لفظ جيڪي اسم جو
گڻ ، او گُڻ، انداز، مقدار يا رنگ ٻڌائن تن کي
صفت چئبو آهي.

مثال: سٺو، هوشيار، جڏو، چالاڪ، ننڍو، وڏو، اٺ، نُوَ،
ڪجهه، گهٽ، وڌ، ٿورو گهڻو وغيره.

# فعل جا قسم (Types of Verb)

1. فعل اڪرترڪ

2. فعل معاون

3. فعل لازم

4. فعل معتدي

# فعل معاون

اهڙا مددي فعل جيڪي هر قسم جي فعل جي مدد

ڪن ۽ ان جي غير موجودگيءَ ۾ جملا پنهنجي

خصوصيت وڃائي ويهن.

مثال: مون وٽ ڪجھ ڪتاب آهن.

آهن، آهي، هوندا، هونديون، ٿيندو وغيره.

# فعل لازم

اهڙا فعل جيڪي اهڙا ڪمر ۽ خصوصيتون

ڏيکارين جن جو لاڳاپو فاعل سان هوندو آهي ۽

هن ۾ مفعول نہ هوندو آهي.

مثال: مان ڪيڏان ٿي. هوا لڳي ٿي.

# فعل معتدي

هي اهڙا فعل آهن جيڪي ڏيکارين ٿا تہ فاعل ڪم

ڪن ٿا ۽ ان ڪم جو اثر ڪنهن ٻئي تي ٿئي ٿو. (هن

۾ فاعل مفعول ۽ فعل چٽا ۽ واضع هوندا آهن)

مثال: مان راند ڪيڏان ٿي.

# فعل معتدي جا قسم

الف) متعدي معروف: اهڙا فعل جن ۾ فاعل ۽ مفعول واضع هوندا آهن.

مثال: حنا ڪهاڻي لکي ٿي.

(ب) فعل متعدي مجهول: هن فعل ۾ فاعل لکيل نہ هوندو آهي ۽ مفعول فاعل جي جاءِ وٺندو آهي.

مثال: انب پٽيا وڃن ٿا.

(ج) متعدي معروف باالواسط: فعل جي هن قسم ۾ فاعل پاڻ ڪم نہ ڪندو آهي پر ٻئي کان

ڪرائيندو آهي.

مثال: ارباب گهر ٺهرائي ٿو.

# فعل ( VERB )

فعل معنيٰ "ڪم". اهڙا لفظ جيڪي اسم جو، ضمير جو ڪم يا عمل ظاهر ڪن ته ان کي فعل چئبو آهي.

مثال: آيو، ويو، لکيو، پڙهيو، ڪيو، ماريو وغيره.

# فعل اڪرتڪ

اهڙا فعل جن ۾ فاعل بلڪل نہ هوندا آهن ۽ گهڻو

ڪري حقيقي ۽ قدرتي يا فطرتي فعل هوندا آهن.

مثال: ساهہ ڪٽجي ٿو. خوشبوءِ اچي ٿي.

ماني ڪارائبي. سياٽي ملبو.